

نحن نقص عليك أحسن القصص

ڏني تعاليٰ جي فضل ۽ احسان سان هن ڏينهن سگهوري ۾
هي ڪتاب پريت نامو سنڌي ٻوليءَ ۾ سائين ڏني محبت
ڪان بي تاب ٿي جو ترتيل تنهن پريتي پياري جي پرتاب جو
مرحوم ابو الحسن شاهه ٺٽوي جو جوڙيل آهي
نالو هن ڪتاب جو هي آهي

# پريت نامو سنڌي

يعني

# يُوسُف زُليخا

جنهن کي

منشي پوڪرداس تاجر ڪتب شڪارپور
پنهنجي خرچ سان ڇپائي پڌرو ڪيو
مصنف جي موڪل سان

سال ١٨٦٧ جي ايڪٽ موجب رجسٽر ڪرائي ورتو

دفعو پهريون ١٩١١ قيمت ٠-١٢-٠

مفيد عام پريس لاهور ۾ ڇپيو

نحن نقص عليک احسن القصص
ڏڻي تعالي جي فضل ۽ احسان سان هنن ڏينهن سڀگورن ۾ هي
ڪتاب پرتنامون سنڌي ٻوليءَ ۾ سائين ڏني محبت ڪان ٻي تاب
ٿي جوڙيل تنهين پرينءَ پياري جي پرتاب جو موهيل ابوالحسن شاھ
عمروٽيءَ جو جوڙيل آهي. نالو تنهن ڪتاب جو هي آهي

# پرت نامون سنڌي

يعني

# يوسف زليخا

تنهن کي منشي پوڪرداس تاجر ڪتب شڪارپور
پنهنجي خرچ سان ڇپائي تيار ڪيو، مصنف جي موڪل سان.
سال 1867 جي ائڪٽ موجب رجسٽر ڪرايو ويو.
دفعو ٻيو 1911 قيمت 0_12_0 (ٻارنهن آنا)
مفيد عام پريس لاهور مين ڇپيو.

(نوٽ) ابوالحسن شاھ عمروٽي (صاحب ترجمة القرآن سائين سيد تاج محمود شاھ عمروٽي (يا امروٽي) آهي. حسن سندن فرزند جو نالو هو، جيڪو نوجوانيءَ جي زماني ۾ (12 سالن جي عمر ۾) گذاري ويو هو، ان جي نسبت سان سندن ڪنيت ابوالحسن هُئي. سندن خليفي ۽ عزيز جي اولاد مان هڪڙو تمام پيارو سائين محمود شاھ بخاري صاحب لاڙڪاڻي ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر هو، جنهن سان 1971ع جي آخري مهينن ۾ منهنجون ملاقاتون رهيون. ان وقت امروٽي صاحب تي ٿيسس لکي رهيا هُئا جيڪو پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڊي فل جي ڊگريءَ لاءِ پيش ٿيو ۽ ڇپيو به، ۽ مونکي به ڪتاب ڏسڻ جي سعادت نصيب ٿي ۽ وري تازو مارچ 2013ع جي آخري ڏينهن ۾ انٽرنيٽ تي اهو ڪتاب ڏٺم جنهن کي ورائي (archive.org) تي اپلوڊ upload ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪيم.)

(سيدي تاج محمود عمروٽي (يا امروٽي) صاحب هيءُ پرتنامون يا يوسف زليخا 1325 هجري (1904ع) ۾ لکي پورو ڪيو، جيڪو اول 1907ع ڌاري ڇپيو هوندو، هيءُ نسخو جيڪو اسان جي وڏن جي ڪتابن ۾ موجود هو ۽

اجا تائين ڪي قدر سلامت رهيو آهي سو ٻيو ڇاپو هو جيڪو 1911ع ۾ ڇپيو. ڊاڪٽر محمود شاهه صاحب بخاري لکيو آهي ته ڪيس پنجون ڇاپو هٿ آيو جنهن جي ڇپجڻ جي تاريخ ڄاڻايل نه هُئي، پر اهو ڄاڻايل هو ته سائينءَ جي سجاده نشين جي اجازت سان اهو ڪتاب ڇپيو، ان ڪري اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته امروٽي صاحب جي وفات (1929) کان پوءِ 1930ع ڌاري اهو ڇاپو پڌرو ٿيو هوندو. )

تورات شريف ۽ قرآن ڪريم ۾ يوسف عليه السلام جو قصو حضرت يوسف جي خوابن يا خواب ۽ ڀائرن جي حسد کان شروع ٿئي ٿو، ۽ ان قصي جي ترتيب مطابق سندن کوهه ۾ اڇلجڻ، قافلي جي وارد جي مدد سان کوهه مان نڪرڻ ۽ سندن مصر ۾ وڪڻجڻ ۽ عزيز مصر جي گهرواريءَ وٽ پلجڻ ۽ زليخا جي مٿن موهجڻ ۽ قيد ۾ وجهڻ، ۽ مصر جي بادشاهه جي خواب جي تعبير ڪرڻ تي قيد مان آزاد ٿي مصر ملڪ جي خزانن جي مٿان عزيز (وڏو وزير يا سگهارو، ڌرتيءَ جي خزانن جو مقتدر اعليٰ) ٿيڻ ۽ قحط جي زماني ۾ ڪنعان مان ڀائرن جي مصر ۾ اناج وٺڻ لاءِ اچڻ ۽ يوسف عليه السلام جون ڪوششون ڪرڻ ته ڪيئن به ڪري ڀائرن کي ياد اچي ۽ نادم ۽ شرمسار ٿين ته يوسف ۽ سندس ڀاءُ (بنيامين) سان حسد جي ڪري ڪهڙي روش رکيائون، پر هنن جو نادم نه ٿيڻ ۽ يوسف کي نه سڃاڻڻ جو سلسلو ايستائين جاري رهڻ جيستائين سندن ۽ سندن خاندان (اهل) جي ضُر (مسڪينيءَ ۽ لاچاريءَ) جي ذڪر ٻُڌڻ کان پوءِ يوسف عليه السلام خود ئي پاڻ سُڃاڻائڻ ۽ خطائن جي درگذر ڪرڻ ۽ بخشڻ تي ٻَڌل آهي.

پر پريتامي جي توجهه جو مرڪز پائڻ جي حسدجي بدران زليخا جي مجازي عشق جي ڏاڪي کان عشق حقيقي جي منزل تي پهچڻ آهي. ۽ قصو شروع ٿيو حضرت يوسف ۽ حضرت زليخا جي پيدا ٿيڻ ۽ سندن خوابن سان ٿئي ٿو.

زليخا پنهنجي مُلڪ مغرب (مصر کان اولهه طرف وارن ملڪن تيونس، لبيا يا مراقش مان ڪنهن ملڪ ) جي بادشاهه طهمس جي شهزادي آهي جيڪا خواب ۾ هڪ حسين نوجوان کي ڏسي مشي موهت ٿي وڃي ٿي. سندس ماءُ ۽ دايون حيران آهن ته زليخا کي ڇا ٿيو آهي، پوءِ ڪنهن جي صلاح تي خواب ۾ ايندڙ شخص کان پڇي ٿي ته تون ڪير آهين ۽ ڪٿي آهين ۽ توکي ڪيئن ڳولهيان. تنهن تي خواب ۾ ايندڙ شخص چوي ٿو ته آءٌ مصر جو عزيز (وڏو وزير، چيف منسٽر يا پرائيم منسٽر) آهيان. خواب ذريعي اُن اطلاع ملڻ تي زليخا جو پيءُ ان وقت جي عزيز مصر ڏانهن نياپو موڪلي زليخا جي سڱ جي ڪيس آڇ ٿو ڪري ۽ عزيز مصر جي قبوليت تي زليخا کي مصر موڪليو وڃي ٿو، جتي زليخا پهريون پيرو عزيز مصر کي ڏسي حيران ٿئي ٿي ته هيءُ ته اهو ماڻهو نه هو جيڪو خواب ۾ ڏٺو هُئائين! جيڪي ڏسڻ ۾ آيو سو حقيقت جي برخلاف نڪتو. ڪيس خواب ۾ آيل جوان ڪيئن چيو ته هُو عزيز مصر آهي. بهرحال، پنهنجي نصيب تي صبر ڪري ٿي تان جو حضرت يوسف عليه السلام واقعتا ٻانهي جي صورت ۾ وڪامجي عزيز مصر جي گهر ۾ داخل ٿي زليخا جي روبرو اچي بيهي ٿو. عزيز مصر پنهنجي گهر واريءَ کي چوي ٿو ته هن ڇوڪر کي سهڻي نموني سان پالجانءِ (اڪرمي مثواه)، سندس تعليم ۽ تربيت سُني ڪجانءِ، سندس کائڻ پيئڻ، رهڻ، پهرڻ، اُٿڻ ويهڻ، پڙهڻ، پُرجهڻ خاص شاهي درٻاري انداز ۾ ڪجانءِ. ٿي سگهي ٿو ته اسان کي هن مان (دنياوي ۽ آخرت

جو) نفعو ٿئي، ۽ ٿي سگهي ٿو ته اسين هن کي پُٽيلو ڪري پاليون! زليخا عليها السلام پاڻ هن ڇوڪر کان پند رهن سال وڏي هُئي، هيءُ اجا ٻار هو جو پاڻ جوان هُئي! اها ڳالهه ڪيئن ٿي وئي! (ٻيءَ طرح ڏسجي ته حضرت خديجه (رضي الله تعاليٰ عنها) اسان جي نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم کان پندهن سال وڏي هُئي ۽ شاديءَ جي آڇ اسان جي ماءُ سائڻ جي طرفان آئي جيڪا پاڻ قبول فرمايائون.)

وري ڏسجي ته حضرت يعقوب عليه السلام ۽ حضرت زليخا عليها السلام جو هڪجهڙو آهي جو ٻئي مجازي عشق ۾ مبتلا آهن، ۽ ٻنهي جي عشق کي ڪوڙڻ وارا "ضلال" ٿا ڪوٺين. يعقوب عليه السلام تي اها تهمت سندس پنهنجا پٽ ڌرين ٿا، اها تهمت هو ٻه پيرا ڌرين ٿا پهريون پيرو جو ڇون ٿا ته هو اسان ڏانهن نظر التفات ڪرڻ بدران رڳو يوسف عليه السلام تي توجهه ٿو رکي حالانڪ اسين عمرين ۾ وڏا، تعداد ۾ وڌو جٿو، ڪم ڪار ۾مددگار ڪاڻُو پٽ آهيون، پر بابا توجهه يوسف ۽ سندس ڀاءُ بنيامين ڏي ٿو ڪري. (ان ابانا في ضلال مبين). (8) وري آخر ۾ جڏهن قاصد قميص کڻي قافلي سان گڏ مصر مان روانو ٿئي ٿو ۽ نبي الله ريح يوسف جو ذڪر ٿو ڪري ته پوٽا ڏوهٽا جيڪي ڪنعان ۾ ان وقت رهيل آهن سي ڇونس ٿا ته (قالوا تاالله انک لفي ضلالک القديم) (95) بيشڪ تون اجا تائين يوسف جي پراڻي مجازي عشق ۾ اجا ڦاٿو پيو آهين. ابوجهه آهين. ڀُل ڀُراڻيءَ ۾ آهين. (عبدالڪريم قريشي پير واري صاحب جو ترجمو) (تون اڳين ويساري ۾ آهين) (تاج محمود امروٽي صاحب)

هوڏانهن زليخا جي مجازي عشق جو چرچو جڏهن مصر جي عورتن جي ڪنن تائين پهچي ٿو ته عورتون ڇون ٿيون ته (انا لنراها في ضلال مبين). (30) اسين بيشڪ کيس پڌريءَ (گمراهيءَ، غلطيءَ، يا ڀُل ۾ ڏسون ٿيون.) يعقوب عليه السلام جو عشق رت (اولاد) جي مجاز تي مودت ۽ رحمت تي ٻڌل آهي، ۽ سندس روحاني علم تي ته آل يعقوب تي اتمام نعمت هن جي وسيلي ٿيندي. زليخا جو عشق سُهڻي صورت تي ٻڌل آهي جو رب تعاليٰ

فرمايو ته (لقد خلق الانسان في احسن تقويم).. (وَ صَوَّرَكُم، فَاَحسَنَ صُوَرَكُم. ) (40.64)
هيءُ صورت جو موهه هو. پر عزيز مصر جي نظر منجهانئس دنوي يا روحاني نفعي تي پئي، ج
كيس پُٽيلي بنائڻ جو ارادو ڏيکاريائين، مصر جي عورتن جي نظر سندس ملڪوتي
ڪرامت تي پئي جو كيس ڏسندي ئي هوش مان نڪري ويون ۽ حيرت مان پنهنجون
آڱريون وڍي وڌائون، قيدي پائرن جي نظر سندس محسنيت تي پئي جو ڏٺائون ته سڀ
ڪنهن سان چڱائي ٿو ڪري، مصر جي بادشاهه جي نظر سندس تاويل الاحاديث جي
علم ۽ حفاظت ۽ امانت جي صلاحيتن تي پئي جو كيس خاص پنهنجي لاءِ چونڊيائين.
تاج محمود صاحب کي سندس مرشد جو ڏسيل سبق ياد هو ته عشق حقيقي تي پهچڻ لاءِ
عشق مجازي ضروري هو جو چيائون ته (المجاز قنطرة الحقيقت). الله جي عشق حقيقي تائين
پهچڻ کان اڳ ضروري آهي ته نبي پاڪ جو مجازي عشق هجي، نبي پاڪ جي عشق تائين
پهچڻ کان اڳ ضروري آهي ته اصحابن ۽ اهلبيت جو عشق هجي، ان کان اڳ ضروري
آهي ته مرشد جو عشق هجي.

# یوسف زلیخا مولانا عبدالرحمٰن جامي

# آغاز سخن

الهی غنچه‌ی امید بگشای !
گلی از روضه‌ی جاوید بنمای

بخندان از لب آن غنچه باغم !
وزین گل عطرپرور کن دماغم !

درین محنت‌سرای بی مواسا
به نعمت‌های خویش‌ام کن شناسا !

ضمیرم را سپاس اندیشه گردان !
زبانم را ستایش پیشه گردان !

ز تقویم خرد بهروزی‌ام بخش !
بر اقلیم سخن فیروزی‌ام بخش !

دلی دادی ز گوهر گنج بر گنج
ز گنج دل زبان را کن گهر سنج !

گشادی نافه‌ی طبع مرا ناف
معطر کن ز مشکم قاف تا قاف !

ز شعرم خامه را شکرزبان کن !
ز عطرم نامه را عنبرفشان کن !

سخن را خود سرانجامی نمانده‌ست
وز آن نامه بجز نامی نمانده‌ست

درین خم‌خانه‌ی شیرین‌فسانه
نمی‌یابم نوایی ز آن ترانه

حریفان باده‌ها خوردند و رفتند
تهی‌خم‌ها رها کردند و رفتند

نبینم پخته‌ی این بزم، خامی
که باشد بر کفـاش ز آن باده، جامی

بیا ساقی رها کن شرمساری !
ز صاف و دُرد پیش آر آنچه داری !

# پرتنامون مولانا تاج محمود عمروٽي صاحب

## فصل پهريون

## ڏٽيءَ جي نالي سان هن پرت نامي کي ڪولڻ

## بسم الله الرحمٰن الرحيم



ڏٺي جي نالي سان هن پرت نامي کي ڪولڻ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

ڏٺي اميد جي مڪري نرا شين | سدا ئي باغ جو گل مون پسا ئين
مٿي هوت مڪري ڪيو مون باغ مرهو | تنهين گل سان ڪيو مون مغز سرهو
ڏسي جيڪو جو نهه ناهه ڪائي | سنيا ٿي نعمتون نخشين سوائي
جيئين ڪي شڪر جي عادت سدائي | زبان کي ڏيو سدا ڪاٽ والي
ڏٺي ڏي ذبان کي بهره موچارو | سخن جي ملڪ جي ماهي نقارو
هيئن ڪي هوش جو بخشو خزانو | ڳالهائڻ لئي زبان کي ڪر توانو
ڪيو پيو ر طبع مهنجي سدوائي | ڪيو سرهو تهين سان جيڪو سڄو ئي
ڏيو هن شعر ڪان موقلم منهاج | تني لذت تهين ساسد سچو راج
ڏني هن سخن جي ريت ڪائي | اڳون ڄاسو اهڪ نانو جائي
هي منجانه جا تيا ڍنگ خالي | جنگن پي جا نشي جي ريت جالي
هي نگ پي نتي جا سهن وارا | ڪري ويران ويا اهي اتارا
هي منجانه جو پرپيون ڪجو ئي | پيالو پرت جو پي نا ڪو ئي

**

ڏٺي اُميد جي مُکڙي ٽِڙائين  سدائي باغ جو گل مون پَسائين
منجهون مُکري (مُکڙيءَ) ڪيو مون باغُ سَرَهو      تنهن گل مان ڪيو مون مغز سُرَهو
دُنيا جڳ ۾ جَو نينهُه ناه ڪائي      سُنجاڻپ نِعمتُن بخشين سَوائي
هِيين کي شڪر جي عادت سدائي  زُبان کي ڏيو سَدا واڪاڻ وائي.
ڏٺي ڏي ڏيان کي ٻَهرو موچارو    سُخن جي مُلڪَ تي ماري نَقارو.
ٻِيَن کي هوشَ جو بخشو خزانو   ڳالهائڻ تي زُبان کي ڪر تُوانو.
ڪوليو ٻيڙو طبع منهنجي سندوئي   ڪيو سُرهو تَهِين سان جَڳُ سڄوئي.
ڏيو هِنَ شِعرَ کان مُون قَلَمَ ميناجَ   ٿئي لذت تهين سان سنڌ سڄي راجَ.
رَهِي ناهَين سُخنَ جي رِيتِ ڪائي   اڱڻَن جا سَوَاهِڪَ نانوَ جائي.
انهيءَ مَيخانه جا ٿيا دُنگ خالي   جُنگنِ ٻي جا نشي جي رِيتِ جالي.
اُهي دُنگ ٻِي  نشي جا نينهن وارا   ڪري وِيران ويا اُهي اُتارا.
انهيءَ ميخانه جو پِرتيون ڪَچَوئي   پيالو پرت جو ٻي نا ڀڪوئي.
رهيو جڏي ڪونڪو ريئي[1] رَنگُ پيالي    وَتو سانکي تڏي مِنَ ڏُکَ نِرالي.

---

[1] هي ڪلمون مونکي اجا چڱيءَ طرح سمجھ ۾ نہ آيو آهي تہ ڪيئن پڙهجي، (رهيو جڏهن کون نڪو ريءَ رنگ پيالي) يعني جڏهن کان پيالي ۾ رڳو ٻاهرئين رنگ کان سواءِ ٻي ڪا شئي ناهي رهي تڏهن کان مونکي هن نرالي ڏُکَ (ڳنڍيءَ) اچي ورتو آهي، ورايو يا قابو ڪيو آهي...

توکي سائِين ڏني هي حَسَنَ جائي    هِيين ۾ پِرتِ وَحدَةَ وِره وَائي.
جُنگن وانگي ڏُنگن مان هُڻُ    نِرالو پِري پِرتِيُوُن سَنگتِ کي پيا ر پيالو.
پِيَنِ پِرتِيُوُن ڪا سُرڪِي پِرت وارا    پروڙن مَنَ سُخنَ معنيٰ موچا را.

فصل

# در حمد و ستایش

به نام آنکه نامش حرز جان‌هاست    ثنایش جوهر تیغ زبان‌هاست
زبان در کام، کام از نام او یافت    نم از سرچشمه‌ی انعام او یافت
خرد را زو نموده دم به دم روی    هزاران نکته‌ی باریک چون موی
فلک را انجمن‌افروز از انجم    زمین را زیب انجم ده به مردم
مرتب‌ساز سقف چرخ دایر    فراز چار دیوار عناصر
قصب‌باف عروسان بهاری    قیام‌آموز سرو جویباری
بلندی‌بخش هر همت‌بلندی    به پستی‌افکن هر خودپسندی
گناه آمرز رندان قدح‌خوار    به طاعت‌گیر پیران ریاکار
انیس خلوت شب‌زنده‌داران    رفیق روز در محنت‌گذاران
ز بحر لطف او ابر بهاری    کند خار و سمن را آبیاری
وجودش آن فروزان آفتاب است    که ذره ذره از وی نوریاب است
ز بام آسمان تا مرکز خاک    اگر صد پی به پای وهم و ادراک،
فرود آییم یا بالا شتابیم    ز حکمش ذره‌ای بیرون نیابیم

هن ڪتاب کي پهريون پرين پياري جي نالي سان سنڌ ۽ سندس سونهه پرين وصفن جي هيڪار سان سنن کي سرهو ڪرڻ

جهين جي نانوَ ڪان دلجاءِ جان کي — ويتر واڪاڻ ڪان لذت زبان کي
زبان تارون منجهان تنهن نانو پياري — وِٽيون ونڌ ري سدا ڳڙ پئي سنيا ري
اصل اوڏنهن سرت جي ڏِيا ساري — ڏناءِ سمجھ نقطن جي نيا ري
سنڌ وسينگار نقطن جو سوارن — زبان تنڌن ڪنا ٻولن سوارن
اهڙي وه واه ڏاتر نانو واري — جو هئين سيگهه سگهه سو ڏيا ري
سدا سارن پيو سو پٽ وارن — ڪيون جي نيڻ نرتيون ٿا نهارن
اپن جي چت اهڙي جسا واري — ستارن سان اُنهن جي پٽ سنگاري
ماڻهن سا ٻهن سنڌو تهن ڪاج ڪارن — چنن طبعن سنڌو جوهر بونيا ريو
ٿيون شڪليون تيون موجود ساريون — سنڌس بنليون اهن هي سونهه واريون
منجها قدري مني ماٿو موچارا — عجب پيدا ڪرڻ سونهه وارا
تنن جي سونهن ڪا دلربو ديوانيون — ڪرڻ گهر گهر مندي ٻيون مال جانيون

**

## هن ڪتاب کي پهريون پرين پياري جي نالي سان سِنڌ ۽ سندس سونهه پرين وصفن جي هُيڪار سان سِنّن کي سُرهو ڪرڻ

**

جهين جي نانوَ ڪان دلجاءِ جان ڪِي      ويتَرِ واڪاڻ ڪان لَذَّتَ زُبان ڪِي.
زُبان تا رُون منجهان تَنهِن نانوَ پيا ري    وَنِٽِيُون  وِندُ رَي سَدا ڳُڙ پَئِي سَنِيَا ري.
اصل اوڏَنهُن سُرتِ جي ڏِيانَ سَا رِي    ڏناءِ سمجهه نقطن جي نيا ري.

سندو سينگارُ نُقطنِ جو سَنوارِنِ زُبان ڏَندَنِ ڪنا ٻولِن تَنوارِنِ.
اِهڙِي وَه وَاه ڏاتر ناتوَ وارَي جو هيٺِن سَيگهَ ۾ سَگهَه سو ڏِيارَي.
سَدا سارِڻُ پَيو سو پِرتِ وارَنِ ڪَيُون جي نيڻ نِرتيُون ٿا نِهارِن.
اَيِن جي چِتِ اهڙِي جنسارَ وارِي سنارن سان اُنهِن جي پُڻُ سِينگارِي
ماڻهن سان ٻنُهِن سندو تَنهِن ڪاج ڪارِيو چِئن طَبعَنِ سندو جوڙيو نيارِيو
شَيُون شِڪلِيُون ٿيون موجود سارِيُون سَندُس ٻَٽلِيُون آهن سي سُونهَه وارِيون
منجهان قَطري مَنِي ماڻُهو موچارا عجب پيدا ڪري ٿو سُونهَ وارا
تنن جي سونهن کان دلڙيون ديوانيون ڪَرِنِ گهر گهورَ مڏيون مالَ جَانِيُون
منجهان دَاڻي سِتّا ساوا نِسَارِي لکين داڻان پچائي ٿو ڏيکارِي
منجهان مُکرِي عَجَبُ گُلُ سو ڦِڙائي ساوَنِ ٿامِنَ منجهي سيئي سُهائي
سايون سُهڻيُون انگوريون ٻهِ منجهارون جمائي سَرَوجَان سائين سَنواريون
ڏئي توفيق ٿو هيٺَن فَقِيرَنِ ترِي ۾ ٿو سَٿي وَڏَوَن وَڏيرَنِ
ڏوهِنِ ڏاتارُ بَخشڻ هارُ آهي ساري جڳ جو سچو ڏاتارُ آهي
جاڳڻ وارَنِ سَندو غمتارُ هَردَمُ ڏکين جو ڏِينهَنِ ۾ منتارُ هَردَمُ
مِهَرَ جي مينهن کان بادَلُ وَسَائِي سَمَنَ لالا صَنوبَرَ سَڀُ جَمائي
پَنوَرَ پُٽڪارَ تن تي لَکَ تَنوارِنِ سِنگهِي سُرهاڻ سِڪَ سِيني سان سَارِنِ
سندس ٻاجُهن جي ڪاڻِ مان گهُلي واءُ ڪري سَونَو چَمَنُ سارو عَجَبُ ساءُ
سدا واڪاڻ وارَنِ ساهُ سَرَهو جيڪي اَرهَا تِني جو جِيءُ اَرهو
سورج کان پاڪُ پَڏرو پاڻ پَرَوَرُ ساري جڳ کي ڪَيُس روشن مُنَّوَرُ
سورج چندَ کان کَسي جي نُور سارو ڦِري ٿي سوجهرو تَنِ جو سو ڪارو
اسانکي تَنهِن ڏِني آهي حياتي حياتي مان سَندَس سَڀ وَصفَ جاتي
لکين ڳُڻَ ڪيترا پدمِ ڪياءِ ٻانهِن کي ٻاجه سان ڏاتيُون ڏِناءِ
توڙي اَپَ کان ونِي تاءِ ترِي خاڪَ ٻوڙائي ڏيانَ جي سياڻو سچي واڪَ
سَوَا حُڪمَئُون ذري تي ڪَلَ نه پائي توڙي جِندُ جانِ سو پنهنجي کپائي

پَرُوڙِڻ ڪان پري فڪرئون واڌا رو جيڏي جهڙي ڪَنان اَصلُون نيا رو
ڏِيَان جِي سُرتِ ٿي بي سُرتِ تَنهِن ۾ سيپئي سياڻا اَياڻا ڄاڻُ تَنهن ۾
ڏَمرِجي جي ڪري هَڪَلَ هِڪَوار مَلَڪَ مُونجها، پُهيون اَپَ ڄاڻُ تڪرار
رهنِ حيران پريشان چاڻ جائي سُرتِ هرگز رهي تَنهِن ۾ نہ ڪَائي
سندس درگاه ۾ چُپِ ٿي جُڳائي اَدَبَ وارِي، هِيين جي ڏِيانَ لائي
جهين سائي ڏني هيءَ ڏيان سارِي ادبُ سانجاهِ دِلِ ۾ پِرتِ وارِي
اُهي هَردم پِرِت لائي پَروڙِنِ هُوَنڙُ سا رو چڏي واٺان سي ووڙن
هُوَنڙ هستي حَسَنَ لاهي سَڄوئي پروڙج پرت سان منجهہ جيءَ سوئي
جيڪو جيَ ڪان آهي ويجهو پيارو متان تنهن جو ڪرين دل ڪان ويسارو

**

# در اثبات واجب الوجود

دلا تا کی درین کاخ مجازی
کنی مانند طفلان خاک‌بازی؟
تویی آن دست‌پرور مرغ گستاخ
که بودت آشیان بیرون ازین کاخ
چرا ز آن آشیان بیگانه گشتی؟
چو دونان جغد این ویرانه گشتی؟
بیفشان بال و پر ز آمیزش خاک
بپر تا کنگر ایوان افلاک !
ببین در رقص ارزق‌طیلسانان
ردای نور بر عالم‌فشانان
همه دور شباروزی گرفته
به مقصد راه فیروزی گرفته
یکی از غرب رو در شرق کرده
یکی در غرب کشتی غرق کرده
شده گرم از یکی، هنگامه‌ی روز
یکی را، شب شده هنگامه‌افروز
یکی حرف سعادت نقش بسته
یکی سررشته‌ی دولت گسسته
چنان گرم‌اند در منزل‌بریدن
کزین جنبش ندانند آرمیدن
چه داند کس که چندین درچه کارند
همه تن رو شده، رو در که دارند
به هر دم تازه‌نقشی می‌نمایند
ولیکن نقشبندی را نشایند
عنان تا کی به دست شک سپاری؟
به هر یک روی «هذا ربی» آری؟
خلیل آسا در ملک یقین زن !
نوای «لا احب الافلین» زن !
کم هر وهم، ترک هر شکی کن !
رخ «وجَّهتُ وجهی» بر یکی کن !
یکی دان و یکی بین و یکی گوی !
یکی خواه و یکی خوان و یکی جوی !

ز هر ذره بدو رویی و راهی‌ست
بر اثبات وجود او گواهی‌ست
بود نقش دل هر هوشمندی
که باید نقش‌ها را نقشبندی
به لوحی گر هزاران حرف پیداست
نیاید بی‌قلمزن یک الف راست
درین ویرانه نتوان یافت خشتی
برون از قالب نیکو سرشتی
به خشت از کلک انگشتان نوشته‌ست
که آن را دست دانائی سرشته‌ست
ز لوح خشت چون این حرف خوانی
ز حال خشت‌زن غافل نمانی
به عالم اینهمه مصنوع، ظاهر
به صانع چه نه‌ای مشغول‌خاطر؟
چو دیدی کار، رو در کارگر دار !
قیاس کارگر از کار بردار !
دم آخر کز آن کس را گذر نیست
سر و کار تو جز با کارگر نیست
بدو آر از همه روی ارادت !
وز او جو ختم کارت بر سعادت !

**

## پرين پياري جي هجڻ تي سچا دليل ڏيڻ ۽ سمجھ آڏو بيان ڪرڻ ۽ بي سمجھ لاءِ پرت جي پُرجھ ڏيڻ

**

هِيان هن ماڳ ۾ رکُ هَوشيا رِي
يا رن وانگي نہ ڪر تون ڪيڏڪا ري
اصل آهين پکي پَرَڏيهَ وا رو
هُيو تُنهنجو اُتي ويهَڪَ واهَيرو.
متان اُهو وِسَا رَين تون وَاهَيرو
چِبَن جان تون ڪرين ويران آکيرو
چندي پَرَ پانهجا اُڏِرِي اوڏاهين
وجي اُن مَاڳَ جا پَسُ هَندَ جائين
جا ٿون آئين، وري اُڏِرِي اُتيئِي
پَهُچُ پرتِيون چَڏِي سَانگا سَپيئِي
مِنو سو ماڳُ آهي جِتِ هِڪائِي
بيائيءَ کان پَئِي توکي جُدائِي

چڙهي بيائي دِليون ڏِسُ دِيدَه پَائي
ساري سنسارَ ڏي دِلِ سان چِتائي
اِيهي اَپَ اپترا جِنسارَ وارا
سُورجَ چَندبِ نَکَٿَ تَنهن مِ سَوَ تارا
هِڪَنِ اوپر کان اولهہ ڏانهن ڊوڙن
بيا اوپر بيا جِندُ کي پَتوڙنِ
هِڪَنِ کان ڏينهن جي ڏِسُ سوجهرائي
بِيَنِ کان راتِ جي رونق سَوائي
اِهڙا تڪڙا سيئي لَهَنِ اُپِرَنِ
پَلَڪَ هِڪڙي نٿا ڪا دير دَمُ ڪَنِ
اِيهي سبُ اپترا چالاءِ جائي
لهنِ اُپرنِ مٿئون تُنهنجي سَدائي
سدا اُهڙا نظر نيڻنِ اچن ٿا
چِٽيند ڙَ تي مِڙيئي ڏَسُ ڏِيَنِ ٿا
اِهڙي ڪَلتارَ جي قُدرت ڏسي تون
ساري سنسار جَڳَ واري پسي تون
اجان بي پَڪَ نہ توکي آه ڪائي
بِيَنِ ڏي آسرا توکي بِيائي
خَليلَ (؟) اللهِ جا سَارا چِنِي چَڏِ
ڏَڍَيَ ڏي خيال تون دلجو تَئِي گَڏِ
خلل خطرا سيئي دلجا وجائي
هِڪو هِڪُ سَانُ رَکُ تون ڌيان لائي
هِڪو ڏِسُ، جانُ، هِڪَ جي ڏي گواهي
هڪو گهُرُ، سَڏِ، چڙهي دلِ جي بيائي

سيپئي وَليُون وَٺُون وڻَ پَهڻَ سا را
توکي هڪ تي ڏِيَنِ ٿا ڏِسُ اِشا را
سياڻن جي سچي پَڌ رِي هيءَ وائي
چِٽيند ڙ تي ڏِئي چِٽُ ٿو گواهِي
چِٽا چِٽَ گُلَ نمونا جنهن ٿي چِٽيا
چِٽيند ڙ ريءَ ڪڏهن سي ڪينَ سِٽيا
جيڪا وَٿُ پئي اچي پڌ ري ڏسڻ ۾
بڻا ٽيند ڙ هٿان آئي بڻڻ ۾
جڏهن اِهڙيَ طَرحَ سپڪي سُجاڻِي
ڏٺيَ ڏي ڪينَ ٿو تون ڏيانُ آڻِي
سچو سئنسا ر ٿو جڳ جو سُهائي
ڏِسِي سا رِڻُ سَدا سائِنءَ جُڳائي
چڏي سنسا ر رکُ تون سُرتِ سا رِي
انهيءَ ڪلتا ر ڏي جَنهِن هيءَ سَنوا رِي
اوڙَڪِ اوڏو ٿِيَڻُ توکي جُڳائي
مِني ڏا تا ر اڳِتُون ڪنڌُ نِوائي
لجي ٿيندين ڏِسي پِرڪا رَ سا را
اڳي تنهن کان چڏي تون واجَه وا را
اوڏَنهِ ڪَرِ مُهڙِ دل جو تون سياڻا
حَسَنَ اُهي مِنا تَنهِنکي سيباڻا

**

**

**هيٺائي جي هٿ کي پرين پيا ري جي درگاه ۾ حاجات وارن سان گڏجي دعا گهرڻ**

ڏٺي آجا هُواسُون ڪان حَيَاتي
نڪو هو ڪو اسان کي پئُو مماتي
نہ هُوَڻَ مان ڏِنُئي هُوَڻُ اسان کي
دنيا جي جِلهہ منجهہ ڪَيُئي قيد سان کي
اسان کي بي سگهائيءَ کان ڇَڏايو
اَيا ٽپ ڪان سُڄاٽپ ڏانهہُ پُڄايو
اسان تي تو چِٽو قرآن لاٿو
مناعون اَمُرَ سڀ تنهن ۾ ڪيا تو
مَناين ءِ چڱائنِ ۾ رَلِيَاسُون
ڪڏهن هيڏي ڪڏهن هوڏي هلياسون
تنهنجي فرمان تي سان گهٽ رهياسون
مَنَاعُنِ ۾ سدا مُحڪم ٿياسون
تڏهن بي ڪينَ ٻاجُهن ڪان گهٽايُوَ
سڌو رستو هدايت جو ڏيکايُوَ
جيتوڻيڪي چِٽو رستو ڪليل آهِ
سَڌُنِ ڪان جَڙُ اسانجو پُڙ مُنجَهيل آهِ
اهڙي ويڌَن ڪنان دَرِمون دانهان
راتيان ڏينهان ڪيان فرياد آهان
ننڌوري نفسَ جي ساري سَڌُنِ ڪان
ڇڏايو مون ڪمن ڪوجهن مَدَنِ ڪان
چڱن عملن سندي توفيق طاعَتَ
سنئين رستي اُتي بخشو هِدايَتَ.
قَبَرَ سڪرات محشر ماڳ ويلهي
ڏيارين يادِ مُون ڪلمون سويلي.

اصل توتي سارو ننگُ هِنَ نِماڻي
ڪريو ڪرمُؤن مِنا اِحسانَ اياڻي.

حَسَنُ پرتو اَٿوَ هَرَ حال سائين
ڀلا ڪر ڀالُ پنهنجو ڀالُ سائين.

**

**نظم(٢)- نانوَ ڀانهنجي مداين ۽ هر طرح جي هيڻاين ڪي پرين پياري جي درگاه ۾ عاجزي ڪرڻ ۽ سندس ڀاجهن جو بيان ڪرڻ**

**

ڏَڻي دل جاءِ مون دِلِ ذِڪُر تُنهنجو
اٿم مننار هردم فڪر تُنهنجو.
تڳا تارِي تُنهنجو سَارِڻُ سدائي
وِندُرَ مُنهنجي رهِي بلڪل اِهائي.
راتيان ڏينهان جهُرڻ جهوري اهائي
رَهَين راضي ڏڻي هردم سدائي.
سارو اسباب منهنجو تو بڻايو
پنهنجِيَ تو ڀاجهه سان مُونکي نڀايو.
اَياڻي مُون نِڀائي سُرتِ سارِي
ڏِني تو ڀاجهه سان اهڙي نياري.
جهِين سان مون هڪو توکي سڃاتو
ڏڻي واحِدُ نِپاهِڻ هارُ ڄاتو.
مرڻ ويلي تاءِ بخشو هيءَ نماڻي
اهو سارِڻُ پنهنجو اَصُلِي اَياڻي
سُڃاڻَپ سان سدائي مُون گذاريان

ٿُنهنجو نالو وٺيون سِڪَ ساڻُ سا ريان
گهَڙيي دَمُ ڪانَڪا واندو نہ تنهِن کان
ٿياسون ڪينڪي اصلي اُنهين کان
خطائون جي هٿائون مون ٿيون هِنِ
ڪيو معافي جيڪي مونکان پيُون هِنِ
تَهان ريئي ڪونہ بخشڻها ر مُهنجو
سڀاجهو سچ منو ڏاتا ر منهنجو.
هِتي هُتهين منهنجو ضامِنُ ڪَمَنِ جو
اصل ايمان سا ري جانِ تَنِ جو
پنهنجي در تي پيا هردم نِوايو
اهو نِوڙَڻُ ڪيو هردم سَوايو
پنهنجي محبت ڏيو جِندُ جان تَنَ ۾
وجهو مون ذوق پنهنجو خاص مَنَ ۾
منهنجي دل ۾ ڏيو پي درد پنهنجو
سوايي درد پنهنجي ڏي نہ ڪنهنجو
ڪوڙن حيلن وچي عمر (آ) ه وجائي
شرمسا ري بنان ڪجهہ هٿ نہ آئي.
جاڪي جِيَّان سچڻ سا ريان سدائي
وَنِيون نالو نسنگ گها ريان سدائي
ڏيان سڪ ۾ سَڄَڻ تُنهنجي منا ساهُ
تنهنجي نالي مٿان گهوريان مون وَه واه
پري ڪلمون لڏيان مون هتڙان هيڪر
شفاعت جو لهان بهرو پيغمبر.
حَسنَ جو سوال ايهو آهِ هِنَ حَالِ

ڪيو مقبول ٻاجهون شال في الحال.

**

## ٻنهي جهانن جي سردار ۽ مرسلن جي مهدار جي ساراه بيان ڪرڻ

**

منو نالو محمد ﷺ مير وارو
ازل ۾ جڏ قلم تنهن کي سنواريو
منجهان ميمن محبت مولا (موه) تنهن هار
ڪيو نالي سندو سينگار جنسار
حقاني جي سندو تنهن وس سارو
پَهرايو پرت مان نوري نيارو
سنواريو دين جو تنهن دال ڏيئي
پيون قدمن ڪري جانيون سي ڪيئي
اهڙي سينگار سان تنهن جوڙَ سارِي
ٿئي نروار نالي جي نظارِي
چئين ڪُندي دنيا جو جڳ سڄوئي
ٿيو سڀ سوجهرو نالي سندوئي
دليون سڀ دين وارن جون سڄي ڏيهه
نوائي سِرُ چُمن پيرن سندي کيهَ
جَهين نالو مِنو ٿيو ساوَ وارو
جُسو اصلي تَهين نُوري نيارو
منو نالو سندُس سُهڻو ونون جَڏِ
زُبان جِندُ جان جانکي لذت ٿئي تَڏِ
سڳورو ٿيو منجهَي اولاد آدم
ڏٺيَ لاٿو ڏُهارِن جو سڄو غَمُّ

ڏٺي سردارَ سارَي مُرسِلَن تي
سڳورو ڪيو ماڻهن مَلِڪَنِ جِنَنِ تي
جڏهن آدم قدم ماريو هُوَنڙَ ۾
پَيَو پَرتَو سندُنِ تَنهنجي جيڙ ۾
سندُن تَنهن سُوهَن جي هُبڪار سَارِي
اُتي بيڙي بچي سا نوح واري
خليل اللّٰہ تي هُبڪارَ سَائِي
کُلي ڪياءِ باه کي پڙ باغ جائي
ڏيڙ وارو ٿيو عيسيٰ وَڏائِي
اچڙ واري سندن واري جي جائي
ٿيو يوسف مصر ۾ مانَ وارو
تَنهين جي شانَ کان تَنهن شان وارو
مَنجَهي وَادِي مني محبوب جَي ڪاڻ
ٿيو ڏاچي سندو صالح سو سرواڻ
موسيٰ مِهرئون سندن سو مانُ پاتو
لڳو هو وِير سان تنهن نينهن پاتو
ڏٺيَ ايڏي ڏني تَنهن کي وڏائي
سِرُتِ جي سمجه کان ٻاهر اهائي
جنهين کي پاڻ تَنهِن ڏاتر سا راهيو
پُڇي اُتهين نہ ڪنهنجو ڏيان رايو
اشارو جڏِ ڪيو سهڻي اَيَنِ ڏانهُ
پيو چندِ چيرجي آگر سندن کان
ڪڏهن پاڇو پرينِ بُنهِ نہ پَيَوئي
هيو سو نور سارو سوجهروئي

تَنهينجي سوجهري هينئون بئي جَڳَ
رکي ڏاتر مٿ لولاڪ جي پَڳَ
ٿيو پڳدار مُرڪڻهارُ مُرسَلُ
ڇڏيندو ڪينڪي ڏوهڻِ گهڙي پل
منجهي دوزخ جنهينجو تاءُ ڏاڍو
ڪندو شافع شفاعت سيگهہَ ڪاڍَو
سندس سهڻا پيارا يارَ گوهَر
ابوبڪر و عمر عثمانُ حيدر
جنهن جڳ ۾ اوپر اولهہ گهمايو
سندس هن دين جو هوڪو گهمايو
انهن جي درد سان دلڙي حَسَنَ جي
هُجي آبادُ تاڪي جانِ تَنَ جي
سدا سائي ڏني سڪ ساههَ جائي
هُجي هردم انهن جِي واتِ وائي

**

## مِٺي مَنٺارَ اَڙيَنِ جي آڌارَ جي معراج جو بيان

هُئي هڪ رات سارو سوجهرو نور
اونداهيءَ جو لٿو جڳ جي مٿان سُور
اَپِنِ کي پڻ هيو ڏاتر سنواريو
چنڊائيءَ جو منجهائن وقت واريو
هئي ساري پلي پريات توڙِي
ڏاتر پرين ڪارڻ سا رات جوڙي
سينگاريس بهشت جا سپ مهل ماڙيون

ٿيا دوزخ سندا در بند تا ڙيون
ملائڪ پڻ مَنجهي واڪاڻ شاغِل
گهـَڙي تنهن ڪان واندو ويڙ غافل
سڀ تسبيح جون هردم پڪارون
اڀ ۾ غَلغَلو تن جو تنوارون
اڄڻ ڪارڻ پرين جي پڻ سنواريو
سارو ملڪوت سو مهرون نيارو
ٿيو فرمان پڻ جبريلُ في الحال
سنجي سواري بهشتي نَي تون بر حال
وني وڃ تون محمد مير ڏاهون
اڀ ڪان لهه وڃي بُنهِ جي مٿائون
چاڙهي تنهن تي ڪَنجڪ پڪڙين پرين جي
ڪرائي سير تون ساري اڀ جي
وني اچ مير مرسل کي هيٺاهون
عرش اعليٰ اتي هڪدم مٿاهون
جڏهن جبريل پهتو حڪم جائي
سنجي سواري ڪيائين ڍِل نہ ڪائي
اچي آڏو پرين پڻ ڪياءِ
ادب سان اُت وني بيهي رهياءِ
سُتا سپرين هيا گهرِ اُمهاني
مڪي جو مير سو محبوب جاني
ادب سان ملڪ مرسل کي جڳايو
سنيهو سڪ سندو سڄڻ سُڻايو
ٻُڌي سَرهو ٿيو سڪ جو سنيهو

ٻاٻوهيو پرت منَ ۾ مير موهيو

چڙهي گهوڙي ٿيو گوهر روانو
لٿو بيت المقدس ۾ يگانو
اتي مڙئي پيغمبر ٿيا جماعت
سڀن ساڻُنِ پڙهي ورتي سعادت
اتاهون ٿيا اپن ڏاهون روانا
سڄڻ ساءِ ۽ مٺا محبوب دانا
پهرين اڀ کي وڃي هڪدم رسائي
ڪئي جبريل کان ملڪن پڇائي
تڏهن جبريل ملڪن کي ڄاڻايو
مُحَمَّد مير کي ڏاتر آڻايو
ٻڌي نالو ڪري قدمن پيائي
دليون دربان اڀ وارا سي جائي
ورائي اڪ نه سڄڻن کو واجهايو
کهين ڏاهون هڪو سڪ پيچ پايو
پهتا جڏهن سدرة المنتهيٰ کي
عرض جبريل ڪيو خير الوريٰ کي
مونکي اڳتي رهيو ناتاب جائي
پرين منهنجي پَرنِ کي سگهه نڪائي
چڙهي رفرف اتي هليا مٺاهون
ڇڏي جبريل کي هڪدم اتاهون
ڪئي سا راه پڻ واحد وڏائي
ڪياءِ پرت سان جيڪا سُهائي

ڏنن ڏاتيون سي ڏاتر ڏيھ واري
مٺي محبوب مرسل کي موچاري
مٺا موٽيا اھڙوئي مانُ پائي
قرب وارو سڄڻَ سو شان پائي
قرب واري ڪيان مون ڳالھ کھڙي
آھي لوڪون اُھا اَولي سا جھڙي
جنين پرتيون پرت جو پيچ پاتو
تنھين اھو قرب جو راز ڄاتو
پيا ھردم پرت ۾ حَسَنَ جائي
قرب ٻاجھون رھي نا تانگھ ڪائي.

**

ھيٺائي جي ويس تي شفاعت جو لبيس ۽ پسائڻ جي آبيس جو عرض ڪرڻ

**

رسول الله توريءَ جان ماندي
ٻنا محبت ناھَين ھڪُ وارُ واندي
سدائين تَنھن مِٺا تُنھنجي سڄڻ تانگھ
پڇي پَرِ ۾ اُڏاري ٿي سدا ڪانگ
وڇوڙي ۾ آھي ماندي ويچاري
اُليلَنِ عشق جي تنھن جان ڳاري
ويني راتيان ڏينھان سڪ ساڻ ساري
ھنجون ھردم ڳلين ڳوڙھا ٿي ھاري
تڪي راھان ڪري داھان نھوڙي
پرين جي پُورَ ۾ آھي وڪوڙي

رسولِ الله لهہُ تنهن سارَ سرورَ
سڪاڻل جي مٺا مٺار دلبر
ڏکيو سا ڏيهہ ۾ جالي ويچاري
بره جي بار ۾ پالي ويچاري
هڪو ڏک تنهن وچوڙي جو ٿو ماري
پيو سنت وئي جڳ مان گذاري
پڙهيا پِيرا توڙي هن مان وارا
سندا سنت چڏي وين ڏيان سارا
اهڙو احوال ٿيڙو دين جو ئي
ٻاهر نڪرڻ منجهان حجري پيوئي
مِٺا منهن تا لاهيو چادر يمن جي
پڇايو دين جي سا آس من جي
لڳين پوشاڪ پهريو ويس سارو
ڪيو مهرئون مِٺا جلوو نيارو
مبارڪ پڳ رکو سر تي ٺهائي
ڍِڪيو چولو لڱن تي جو سُهائي
جُتِي پيرين پرين پايو پيارا
ڪيو سَرها اڳڻ سڀ سير سارا
ٻڌو هٿيار ٿيو هسوار پيارا
ڪڍو بدعت ڪفر جا لوڪ سارا
وَرِي وارِي وَرِي هن دين واري
وڃي بدعت ڪفر جي شور ساري
وري ٿئي سوجهرو اسلام وارو
انڌيرو ڪفر جو مَٽجي سو سارو

خدا لڳ جي ڪيو مقبول جي زاري
ويچاري جي انهين فرياد واري
ڪري قربان توتان جان ساري
ٻچا ۽ ٻار گهرُ پنهنجو ويچاري
اڳڻ تَنهنجي اچِي پير گهمايو
پرين پرتيون اچي ويڙهو وسايو
ٻُڌي ٻاجهون تهين ورنَهَ ورايو
ڪيو احسان مٿس ساجن سوايو
تَهان ريءَ ڪونہ ٻيو واهر ويچاري
مِنا مهرون ڏيو آڏر ويچاري
سنيهو حَسنَ ماندي جان وارو
پُڄَو پرين اڳيان احوال سارو
ڪندا ماندي اتي پڻ مهرباني
پسائيندا پرين پينهنجي پيشاني.

**

# هادي مرشد مڪمل جي ساراه سان پرت نامہ جي مس ڪي مشڪ وانگي سُرهو ڪرڻ

**

دنيا جڳ ۾ مٺي ڏاتار ڏيهن
اپاريو سچ حقيقة لئي ابوجهن
تيرهين سن ۾ سو اپري روشنائي
چَڱي ڪندين ڪئي تنهن سوجهرائي

اونداهيءَ جو لٿو جڳ تان انڌارو
ويو نڪري اصل من جو موجھارو

ڏسي طالب ٿيا حق جو سَرها
حاسد حيران هِيين ۾ سخت ارها
پرت حق جي سندن صحبت مَنجھا رون
سکيا ڪيئي هِيين جي هوش جا رون
لٿي ڪَسُ قلب مان تِنجي ڪَچائي
وئي هووَڻَ واري تن جي بيائي
ٿيا مخمور من ۾ پرت پائي
سندن صحبت منجھا رون دل ڏيان لائي
ڪيئي حافظ ٿيا قاري مٺيارا
ٿيا درگاه ڏاتر جي پيارا
لکين ٿيا فيض وارا لوڪ جائي
اهڙيءَ صحبت منجھان تاثير پائي
شريعت تي سدا ثابت قدم ها
طريقت ۾ جاري هردم سو دم ها
سندن مجلس سراسر نور ساري
وينو جيڪو وئي تَنهنجي انڌاري
وِرهُ وَرنهَ سدائي وات وائي
پرت پريَن بنان ٻي هئي نڪائي
هئي اسرار وحدت وات وائي
سدا ڪامل هئي سا تات جائي
سٽي حيران پريشان هوش وارا

ٿيا طالب بيا عالمِ ويچارا

طلب وارن ڪارڻ هو ذوق ڏاڍو
سندن صحبت تَنِ جي شوق ڪاڍو
عالمِ فاضل ٻُڌي سا پرت واري
ٿيندا حيران ڏيندا ها سُرت ساري
ٿيا سي فيض وارا هڪ نظر سان
سندن تاثير جي اهڙي اثر سان
سندن نالو مبارڪ يار وارو
پرين سان گڏ هيو جو غار وارو
رهڪ جو هنڌ پرچوندي بره جي
پلي پُنهِن سا ويهڪ ورنه وره جي
ڏٽي جي ڀاڄهہ سان آباد جائي
هجي شل خوش سندن سنگت سدائي
انهن جي ڀاڄهہ هوندي تا قيامت
ڳنڍاپور قرب دل جو بي نهايت
گڏيندا پاڻ سان سي مهر ڀاڄهون
قيامت ۾ حَسنَ سي ڀاڄهہ ڀاڄهون.

**

**هرهڪ پکي پريت ۽ سونهہ جو وحدة جي آکيري مان اڏري ڪثرت واري جڳ جي ٽامن تي پهچي پريت ۽ سونهہ جو جنسار ۽ هيڪار مچائڻ ۽ وره وارين دلين کي واس سان واسڻ**

**

هُيو جنسار هووَڻ جو نڪوئي
پتو ڳُجهه ۾ نه تَنهنجي پُٺڪَ هوئي
پنهنجي سو سونهه ۾ سُوهِيون ٿي سُهٺو
ڇِڻَن رنگَن سندو پاتو نه ڳهٺو
نڪو جنسار ۾ سينگار رايو
نڪو پرتيون پرين ڪو پيچ پايو
نه هئي ڪا ريت پڻ آئينه واري
ڏسي جنهن ۾ سدائي سُونهه ساري
نڪا سرمي ڪجل جي ريت ڪاري
نڪا اهڙي رَسَمَ دلدار ڌاري
نه هو سينگار زلفن جو پيارو
ڦٽيءَ سان ڪونه هو تَنهنجو سُڌارو
نڪو ڳل هار هو جنسار وارو
جڙائو دار ڪو سينگار وارو
نه پهريو ويس ڪو آبيس وارو
رنگَن کان پاڪ بي رنگي نيارو
پرين پرتيون هيو اَولَو اُتاهون
حُسن هر رنگ ۾ پنهنجو رکيائون
ڪونهي سو ڪينڪي پردي سونهه وارو
حُسن جنهنجو هجي اصلي هاڪارو
ڪٿهون پي مُنهه ڪيڏي ٻاهر نهاري
ڦَٽي دليون بره جي باه ٻاري
لکين مشتاق ٿين ماندا ويچارا
ڪرن قربان جسا جند جان سارا

نها ري ڏس نظر جو ڏيان ڏا ري
حُسنَ جي ريت ڏي هرجا چِتا ري

رکين پردا لکين جي سونهہ وا ري
ويها رين ڪوٽ ۾ تان پي نها ري
هٽي رمزان ڦٽي دليون ويچا ريون
ڏِکا ري مُنهُن وجي محبوبَ ما ريون
چيري نڪرن وري گُل سي نيا را
منجها رون ٻُنهہِ سَمنَ لالا سي سا را
ڏسڻ سان ڏسُ وجي ٿو هوش سا رو
حُسنَ جنهنجي سندو اهو پسا رو
جڏهن توکي پوي ڪو خيال من ۾
لِکين تنهن کي چَوين ٻئي جي سو ڪَنَ ۾
حُسن جي چال جڏ اهڙي سدائي
چَندي پردا هٽي ٿو باڻُ جائي
سُهٽي جي سوُنهہ پڻ اهڙا پَسَا را
رنگِيسِ رنگ ۾ رنگيلا رنگ سا را
ڪا ٿي پڌ ري پرين جي سوُنهہ سا ري
ڪا ٿي جلوي سندي آهي نظا ري
ڪا ٿي نا زڪ نگهہ نيڻن نظر سان
ڪا ٿي جادوگري جلوو هُنَر سا ن
ڪا ٿي ڪاڪل ڪا را سا را شِبِهَرَ
ڏنگڻ خاطر کيون گهمندا وتن ڪَرَ
انهيءَ جو سونهہ جو پَرتو پيو گُلَ

پرت جي پيچ ورتو آهه بُلبلِ

سورج کي سونهن تَنهنجي سوجهرائي
نيلوفر نينهن جي ورتي چريائي
ليلان کي سونهن تَنهنجي وه وڏايو
پرت مجنون سندو چَيتو وڃايو
مِنا چَپَ مهر مان شيرين کِيَڙا
صبر آرام سپ فرهاد ويڙا
حُسن يوسف سندو پرتو پرينِ جو
زليخا جو گَيِسَو آرام مَنَ جو
چتائي جي ڏسين تون ڏيان لائي
پاڻئون عاشق اهو دلبر سُهائي
ڏسان جاڏي ڪٿي اکيون نها ري
آهي پڌرو پرين هر جا نظا ري
برهَ تَنهنجي دلين ۾ شور لايو
حُسن هرجا پرينِ جي زور لايو
لکين مشتاق من ۾ پرت وا را
ڏسن هرجا حُسنَ هُبڪا ر سا را
حَسَنَ تنهن حُسنَ جو دل ۾ درد رک
بنا تنهن درد پائنجُ پاڻُ ڇَڻُ ڪَکُ
داستان وره جي پلائي ۽ ان کان پللڻ جو بيان
جنهن دل ۾ نه آهي ذڪر ڪوئي
ڍورن جان ڄاڻ تَنهنجو حال سوئي
جنهن من ۾ محبت پيچ ناهي

تهين جو مانُ اصلي ڪونہ آهي
درد کان دل نہ واندي شال هووي
راتيان ڏينهان درد ۾ شال روئي
ساري جڳ ۾ بره جو بار سوڪو
ڪٿي جيڪو تنهن کي نانهن اوکو
جهين چاتو تهين پاتو تهين مانُ
وڏايو بره تنهنجو مان ۽ شان
اهڙو تنهن مانُ ڪِيَڙو بره جڳ ۾
آهنِ پڌرا وره وارن جي اڳ ۾
وره مجنون مٿي وارِي وچائي
ڪيُسِ مشهور سو جڳ ۾ سدائي
انجان توڙي سندس نالو نرالو
بره جو جڏِ تَهين پيتو پيالو
زليخا کي ڪيو حيران پريشان
ڏيکاريس مُنهن سندو محبوبُ ڪنعانِ
مصر ۾ آڻِ تنهن هوڪو گهمايو
وِرهَ وارو مٿس اهڙو وڄايو
پنهون سسئيءَ ايهو جڏ پيچ پاتو
چڏي پنپور تنهن ڏونگر رلايو
رانجهن کي رمز لڳڙي هير واري
تَرڪ ڏئي تخت آيو هزاري
سدا سُهڻي سُرڪَ پيتي پياري
ميهر تان گهور ڪَيَڙُسِ جان ساري

بره وارن سدا مشهور نالا
برن بجرن منجهي هرجا نرالا
ڪرِن سياڻا جڏهن ڪا اَورَ ويهي
بره جي بات جي ڪا چورَ ويهي
تڏهن پروانہ بلبل جو بيان ڪنِ
سِڪائڻا سوز سان سُرها سِينا ڪن
پينِ نالو وٺن سي ڪين جائي
جنهن دل ۾ بره ڪا لَنوَ نہ لائي
لکين دانا سياڻا مانَ وارا
بره کان مُنهن موڙي ويڙا ويچارا
تهين نالو نشانو ڪونہ آهي
دنيا جڳ ۾ سو اصلي ڪونہ جائي
جڏهن اهڙو بره جو شان آهي
لائڻ لنئُوڪي ڪهينجو ڏيان آهي
نہ موڙج منهن تهين کان يار جائي
نيندو تُنهنجي اندر جي سڀ پيائي
برهُ آهي پلو توڙي مجازي
پيائيءَ چڏي بوڙي مجازي
حقيقت ڏي سڌو رستو ڏيکاري
هُوَنڻ هستي سپو ساري وِسَاري
حَسَنَ سِرَ تي برہَ جو بار کڻ تون
وره وارن سندي مجلس ۾ وَنڻُ تون

ايهائين ڏني جنهن تانگهہ جائي

اهي دليون وٺن سي وره وائي
مثالي ڳالهه تنهن کي ڪولي بيان ڪرڻ
قصو هڪ تون هِيين جو ڏيان لائي
سُئج سِرتئون سدا چِتَ سان چِتائي
ويو هڪُ مُرِسُ وٽِ مُرشدَ سُنهاري
حقيقت جو تهين رستو ڏيکاري
حقيقت حال جي تنهن پڻ ڪياءِ
وري ورنَهَ تنهين ايئن چياءِ
مجازي نينهن ۾ ناهين نهوڙيو
پرت جي پُور ۾ ناهين پتوڙيو
انهين پنڌ ۾ پهريون ڏي مُنهن مجازي
چڙي تُنهنجي وِجائي غير غازي
تهين کان پوءِ توکي پڻ حقيقت
ٿيندي سائي سڌي رستي هدايت
مجازي مان سمجهه معنيٰ پروڙي
لهج تنهن مان حقيقت وِرهُ ووڙي
هاڻي سڻ تون ادا معنيٰ مجازي
چون چاکي اَٿا سي يار غازي
جهين جي پرت سالڪ کي پڄائي
طرف مطلوب جي تنهن کي رسائي
تهين نالو آهي سو پڻ مجازي
ڏِئي سِڪَ ساهَ کي ٿو تُرتُ تازي
هُوَنڊُ سارو پرت تَنهنجي وساري
وَڏنَوَ وارا سارائي خيال ڳاري

اصل آهن مجازي مير مُرسلَ
جَنَنِ حق سان ڪيا پي لوڪ واصل
تَنِن جي پرت سان من جو انذارو
ويو ٿي ڪفر محبت غير وارو
تهين کان پوءِ پڻ نائب انهن جا
پهري آيا اوهي ڏوڪا تَنِن جا
پرت تن جي اٿو معنيٰ خدائي
هُوَنڻُ هستي وڃائي غير جائي
مجازي برهُ مرشد مير وارو
ڪوري قلبئون ڪڍي سو غير سارو
جهين ايها صورت ساڳي سُجاتي
تَنين ترتُون پرت پَرَ ساڻُ لاتي
رآني رمز جي معنيٰ پروڙج
وهم خطرا ڇڏي تون ڏيان لائج
انهيءَ صورت منجهان ديدار سارو
ٿيندو تنهن کي جهين هُوَنڻُ وساريو
حَسَنَ هردم هِيين جي جاڙ لائي
رکج تَنَ جِي پِرتِ جي پيچ پائي
پرت تن جي نيندي توکي اتاهين
پرين ريءَ ييو اصل ناهين جِتاهين
داستان سبب جوڙن پرت نامہ جي ۽ سخن محبت موهہ واري جو بيان
سُخن دَفتر بِرہَ جو مُنڍُ آهي
انگوريون عشق جون دل ۾ جمائي
ساري جڳ ۾ سڄڻ جي جوڙ آهي

اصل ڪُنَ ڪان وره جي ووڙ آهي
سخن ڪُن ڪان قلم تقدير وارو
بڻي في الحال چِٽيو جڳ نظارو
چٽي جڳ جي مچائي سونهن ساري
اچي تنهن واس ڪان هُبڪار واري
اهو هُبڪارُ ٿو واسي سپن کي
اندر ارواح ساري جانِ تَنَ کي
تَنهنجي واس ڪان دلڙيون ديوانيون
سِنگهي سُرهاڻِ ڪن قربان جانيون
گوندر غم ڪان چڏائي جان نياري
پرت جو پُورُ آڻي برهُ باري
ڏٺي جڏ مانُ تنهن ايڏو وڏايو
سندس هُبڪار ڪان هي جڳ اُپايو
سياڻن تڏهين سان ڏيانُ لايو
سخن جي ياد ڪان تنهن مانُ پايو
قصو يوسفَ زُليخا نينهن وارو
بڻايو اڳ هيو جامي سو سارو
ڏنو تنهن ۾ سخن جو ڏيان سياڻي
ڪيم تنهن کي سنڌيءَ ۾ يار هاڻي

قصي تنهنکي ڏٺيءَ واحد وَڏَايو
چنگون ڏاڍو تهين نالو رکايو
درد پنهنجي سندو مون داستانو
ڪري يوسف زليخا جو بهانو

ٻڌايم ٻره جي ٻا زي سخن ۾
سڌايم نينهَ ڳالهِ تا زي سخن ۾
هيو توڙي قصو ڪُهنو پراڻون
هاڻي نينهُن سَلو سُورنِ سماڻون
جامي پنهنجو ويو وارو وڃائي
ٻره جو ٻار ويو سر تي سَهائي
وره وارو وري ڳالهِ هار پائي
زليخا واري دل دلدار لائي
ولايت مصر ۾ مون ديس لايو
قلم تقدير وِرهَڱُن ليک ڏاهيو
يوسف ڪنعان ڪندو شل مهرباني
پسائيندو پرين پنهنجي پيشاني
وڇوڙي درد وارا ڏک سپوئي
ويندا منجي وصل سان شال سيئي
حَسنَ هردم زليخا وانگِ تَنِ ڪانِ
پڇج راهان سدائي سِڪَ هِيِن سان
اچي ملندو پرين ڪنعان وارو
محبت مصر ۾ سو مانَ وارو

**داستان يوسف عليه السلام جي سونهه**

**ڳجهه جي گهراڻي ۾ هيڪار مچائڻ آدم جي دماغ کي واسڻ**

خبر تاريخ وارن هيَ ٻُڌائي
ڪئي تن بيان سا ٻات جائي
جڏهن آدم ٻڌايو پاڻ ٻاري
سندس اولاد سا تنهنکي ڏيکاري

جڏهن تاريخ جَڳَ واري ٻڌائي
خبر آدم سندي هيَ سُڻائي
نين جون صِفان هڪ هنڌ ٻيڻل
ولين جون صفان ٻي هنڌ ويٺل
ٽولو شاهن دنيا وارن سڄوئي
هياسي مانَ ۾ پنهنجي سڀوئي
خلق ساري هئي موجود تهن هنڌ
ويٺا ٻيٺا سيئي نوڙيل هوا ڪنڌ
جڏهن آدم ڏٺي اولاد ساري
سڀن جي سونهن سا جنسار واري
تڏهه يوسف آيس سهڻون ڏسڻ ۾
منجهارون مڙن سو وڌيس پسڻ ۾
سڀن سهڻن منجهان اعليٰ اُڇيرو
حُسنَ تنهنجي ڪيو تنهن هوش ڪيرو
ڪيو آدم عجب تَنهنجي حسن کان
سڀن جي سونهن واري جانِ تنَ کان

سڀن سهڻن سندي جا سونهن ساري
هئي تنهنجي اڳيان اصلي بيڪاري
توري سهڻان سوين هِن سونهن وارا
حُسنَ تَنهنجي اڳيون هلڪا ويچارا
عجب غيرت هئي تنهن سونهن ساري
عقل جي واڳ وئي اُتِ هوش واري
ڏنو آدم جڏهن اهڙو موچارو

وڏيس جند جان ۾ سپنيون پيا رو
تڏهن آگي اڳيان پرتيون پچيائي
ڪيس دلجاءِ دل پنهنجي چَتائي
ڏٺي ڪنهنجي منجهان اولاد آهي
جنهنجي ساهہ کي صورت سُهائي
تڏهن آگي تهين کي پڻ وراٽي
ڏني ورندي وري اهڙي نهاٽي
منجهون اولاد سو يعقوب سهڻو
ٿيندو پيدا مِنو مننار مُهڻون
مصر جي ملڪ ۾ تنهن بادشاهي
ٿيندا تنهنجا لکين نوڪر سپاهي
تڏهن آدم دعائون لک گهرياءِ
ڪارڻ يوسف منجهان درگاهَ ساءِ
پاڪر پائي تهين سيني ڪياءِ
پُٽن وانگر تهين مِنيون ڏناءِ

جهين سائي ڏني سهڻپ سوائي
حُسنُ هرڪنهن دلين ۾ سا سيائي

**

(14)

**يوسف عليه السلام جي سونهہ ڳجهہ واري ڳهراٽي مان نڪري پڌرائي جي جڳ ۾ هيڪار لائڻ ۽ انهيءَ سرهاڻ کان حضرت يعقوب جي دل کي موهڻ ۽ زليخا کي ان سرهاڻ کان واس پهچڻ**

دنيا جڳ ۾ وارو هرڪو وڃائي
ويندو آهي تڪو پنهنجو پڇائي
حقيقت هڪ ناهين دستور چالو
ڪڏهن ڪهڙو ڪڏهن ڪهڙو نرالو
رهي هڪ دور تي جي جڳُ نرالي
رهي نالن گهٽن تاثير خالي
سارو سنسار جڳ وارو سپوئي
سندس نالن سندو جنسار سوئي
سندو سج سوجهرو جيڪر ٿئي گهٽ
وجي تارن سندي رونق سو جهٽ پٽ
وٽن ڪي جي نه سا ڙي ٿڌ سياري
ڦُٽن سي ڪين پڻ موسم اُنهاري
منجهارون جڳ جڏ آدم لڏي ويو
پيڙهي تي شيث کي وينو چڏي ويو
جڏهن ويو شيث پي واري وڃائي
گادي ادريس سو پنهنجي وهائي
جڏهن ادريس جو ٿيو درسُ خالي
آئي سا نوح کي گادي نرالي
فنا طوفان ۾ ٿيو نوح فاني
خليل الله کولي مَرڪَ ماني
جڏهن لڏيو خليل الله محبوبُ
انهيءَ گاديءَ اتي وينو سو يعقوبُ
جڏهن يعقوب ڪيو ڪنعان ۾ هَنڌُ
گهٽي جائي تهين اولاد دلبند

وَڏُڪَ ويتر تَنهنجو مال پڻ ٿيو
سرس سَرهو تهين جو حال جڻ ٿيو
اَنيِ پيڙهي يوسفُ يعقوبَ ڄائو
پرت سان پيءُ هو تَنهنکي نپايو
يا رهن ٻيا ٻي هئا يعقوب کي پٽَ
ٻهادر ملڪ جا تِن جي اڳون ڪُٽَ
نندائيءَ ۾ مُئي تنهن ماءُ پيا ري
پڦيءَ پاليو رکي آرو ويچا ري
اهڙو آرو رکيس دل جو چتائي
ڏيڻ اوکو ٿيو ٻي کي ورائي
گهمڻ جيڏو جڏهن يوسفُ ٿيوئي
پرت جو پيچ پيءُ آٽي پيوئي
چياءِ پيڻ کي ورنهَ چتائي
هاڻي ڏي پيڻُ سو مونکي ورائي
وڇوڙي جي سَهڻَ جي سگهه نه آهي
ڏٺي منهنجو ڏُکا پو شال لاهي

موڪل ڏي مهر مون هاڻي ادي تون
ورائي گهر نِيان تنهن کي وني مون
جڏهن ٻي ٻيءَ ٻڌي هيءَ ڳالهه جائي
ڏيڻ ڏاڍو پيو تنهنکي اوکائي
تڏهن دل مون حيلو هھڙو نهايو
ڪري ويچا ر من ۾ ٿيٽَ رايو
وني يوسف وري پاءُ کان ورائي

ڏئي تنهن کي وري سوئي ورائي
هئي هڪ چيلهڪي هٿ ۾ تهين کي
لهن ڏڪڙا ٻنڌي هٿُ جو جهين کي
هئي سا چيلهڪي اهڙي پلي ڪا
آئي تَرڪي منجهان اسحاق جي سا
پلي هئي پڙ پلارن جي هٿا رون
هٿئون هٿ سا هلي آئي سنپا رون
ٻنڌي بي بي يوسف جي چيلهہ سائي
اصل پيڙي نہ ڪَلَ ڪائي
موٿائي سو مُڪو يوسفَ ورائي
اڳيون يعقوب جي يوسف نهرائي
جڏهن پهتو يوسف يعقوب جي ڏانهن
تڏهن بي بي ڪئي فرياد ئي دانهن
تہ منهنجي چيلهڪي ويو ڪو چُرائي
هئي ورثي واري ويو ڪو لڪائي

گهُرائي جي مڙن ماڻهن سا ڦولي
يوسف واري جند جان ڳولي
يوسف جي جان تان لاهي وتاءِ
جيڪا چوري ٻڌاءِ چيلهہ تاءِ
انهيءَ واري هئي هيءَ رِيتِ جاري
شريعت جي مٿي ماڻهن نياري
جيڪو ڪنهن جي ڪري ڪو چور چوري
ٿئي ٻانهون تهين اشرافُ ڪوري

ايهو حيلو ڪري بي بي بهانو
موٽائي سا آئي يوسف يگانو
جڏهن بي بي لڏي دنيا منجها رون
وني يوسف آيو يعقوب جا رون
آئي گهر پانهجي ويڙهو وسايس
اڪين آڏو اگهڙ پنهنجو سُهايس
ٿيو يعقوبُ سَرَهو جانِ تَنَ ۾
ڏسي سا سونهن پيڙس پُورُ مَنَ ۾
ڏسي يعقوب ٿيو سرهو سدائي
ڏسي سا سونهن ويڙس پڻ جدائي
ڪري سهڻو آيو اولو اهوئي
پائي هن ويس جو پولو اهوئي
تڏهن نالو سندس يوسف رکيوني
رنگي بيرنگ آيو رنگ نموني

ڪسي يعقوب جي دلڙي سا موهي
حُسن يوسف سندو ويڙو وسُ جوهي
ٿيو سَرهو لٿي تهنجي جدائي
وچوڙي جي رهيس نا تانگهه ڪائي
انهيءَ سببان يوسفُ يعقوبَ پيارو
ڏٺس بيرنگ کي رنگ ۾ نيارو
جڏهن رنگ کي ٿيو بيرنگ عاشق
ڪري قربان ٿيڙو نينهن صادق
انهين عينڪ منجهان پرتو پرين جو

پسو يعقوب سو محبوب من جو
حَسَنَ تو پيي فدا ڪري جان ساري
ڏسي سهڻي سندي ساري نظاري
چڙي صورت سندي تون پرت ساري
پروڙج پرت سان معنيٰ موچاري
ايها صورت ساري فاني پروڙج
معنيٰ جي مُلڪَ جو تون ڏيان دوڙج

**

(15)

## زليخا جي سج وانگر سونهن جو سوجهرو اولهه واري زمين ۾ اپڙڻ ۽ دلين کي تهن سونهن جي تاب کان ٿڙڻ

ڪئي راويءَ سچي اهڙي ڪهاڻي، سخن جي ريت واري سُرت جاڻي
هيو طيموس نالي نانوَ وارو، وڃايو جهن هيو شاهي نِقارو (آخر صفحو 25)
هُئي تَنهنجي سا اَولهه پادشاهي، لکين نوڪر هُيا تَنهنجا سِپاهي
مِڙئي اسباب تَنهن سارو سَمُورو، سندو شاهي عادِلُ انصاف پُورو
زُليخا ذيءَ نالي نانوَ واري، هُئي تنهن کي سَرِسُ سپنيون پياري
هُئي سا سَوهِڻي صُورَتَ سَوائي، سُورِج چندر کان تهين جي سُونهن جائي
جڏهن گهُنڊ کي اُٿاري مُنهَن اُتاهون، وڃي پرتو پَوَي جنهن جي مٿاهون
ٿين عاشِقَ ڏِسِي حيران سَارا، ڪَرِن قُربانُ سڀ جانيون ويچارا
نه سامَائِي سا رهَ ۾ سُونهن تَنهن جي، عقل ۽ هوشَ کان باهَرآءِ جنهن جي
عقل جو اُتِ نه هلندو فڪرُ ڪو جاڻ، پرِتِ جي پُورَ ۾ پاتو جنهين پاڻُ
سندُس قد سوهڻو هو سروَ وانگي،

